# گلبانگ لطيف

[ ترجمه منظوم فارسي ]







ترجمه وترتيب:
**نياز همايوني**



اداره فرهنگ
دولت سند

# گلبانگ لطيف

ترجمہ منظوم فارسي

## ڪلام حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح

ترجمہ

**نياز همايوني**

سهيڙيندڙ

**مدد علي سنڌي**



**ثقافت کاتو، حکومت سنڌ**

**2020**

هي ڪتاب شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح
جي 277 هين عرس مبارڪ تي شايع ڪيو ويو

ڪتاب جو نالو: گلبانگ لطيف (ترجمہ منظوم فارسي
ڪلام حضرت شاهه عبداللطيف لطيف)
ترجمو: نياز همايوني
سهيڙيندڙ: مدد علي سنڌي
پهريون ڇاپو: 2020ع
ڪمپوزنگ: سيد آفاق بخاري
لي آئوٽ: ظفر آفتاب ابڙو
ڇپيندڙ: پيڪاڪ پرنٽرس، ڪراچي
ڇپائيندڙ: ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ
قيمت: 1000 روپيا

ISBN # 978-969-8100-53-9

Book Name: Gulbang Lateef
Translated by: Niyaz Humayuni
Compiled by: Madad Ali Sindhi
First Edition: 2020
Composed by: Raja Odho
Page Layout: Zafar Aftab Abro
Title: Naeeem Deswali
Printed by: Peacock Printers, Karachi.
Published by: Culture Department, Government of Sindh
Price: Rs. 1000/-

# انتساب

بنامِ آن رُویای یادگار که:

شبی در آوان ترجمه ای کلام حضرت شاه عبداللطیفؒ ناگاه برنکته ای به تشویش در اُفتادم و آن چندی که بکوشیدم درمانده گردیدم درانجام چا اه ای زریده بازدی خویش را زیر برسر نهاده خسپیدم و به عالم خواب سرگردان رفتم بعد از ساعتی چه می بینم که جمع مردمان اجانب در سمت درگاه حضرت شاه عبداللطیف روان دوان هستند و فن نیز اوشان را دیده و بی ساخته دران جمع رفته شمولیت اختیار کردم۔

ما همه بصورت هجوم بر شارعی که می رفتیم چنان دیده شد که در حال ترکتور آن را کندیده و هموار ساخته بود که نشان هایش بدیدار مانده اند کی پشیه رفته دیدم که مردی به شکل و صورت نورانی از قطار پیشین باز گردیده بمن رجوع کرد وبازوی من گرفته مرا برکناره ای شارع بیاد ورد که برآن خس و خاشاک ضافی وغیره را از بیخ وبن بر آورده یک جانب افتاده بود و ما چُون نزد ترشدیم او مرد معمور سراپا نور ازاں یک کلک نی برادشته بدست من بنهاد ودر چشمک ازان جمع غائب شده رفت۔

من بنده از فرط حیرت هنوز درباره ای آن بزرگ هیچ پرسیدن می خواستم چنان دیدم که کسانی ازان انبوه بیک آواز گویا شدند که همین حضرت شاه عبداللطیف صاحب فضل و فیضان بوده که ترا از نگه ای نور نوازیده براه خویش روان شده رفت۔

ناگهان من از خواب بیدار شده قرطاس و قلم را نزد آورده باز به کار خویش مصروف گردیدم وحِس کردم که پیش ازین نکته ای که مورد تشویش شده مرا از کار مانع مع شد بسرعت حل پذیر گردیده چنانچه کار بسیار ازان نیز سرانجام نموده به مرام خویش رسیدم بقول شاه عبداللطیفؒ۔

چه آنکه بر امواج دریا رفت کامگار گردید

نیاز ہمایونی

# انتساب

## اُنهيءَ خواب نالي:

جڏهن هڪ رات شاهه سائينءَ جي ڪلام جو ترجمو ڪندي، ڪنهن نڪتي تي پهچي، مُنجهي پيس، گهڻو ئي پاڻ پتوڙيم، پر ڪجهه نه وريو، آخر ٿانهن سيرانديءَ ڏئي، پئي رهيس ۽ ننڊ وٺي ويم، ايتري ۾ ڇا ٿو ڏسان، ته هشام ماڻهن جا ٻيٽ شاهه ڏانهن وڃي رهيا آهن ۽ آءٌ به هلي انهن ۾ شامل ٿيو آهيان.

اسان جنهن رستي سان وڃي رهيا هئاسين، تنهن تي تازو ٽريڪٽر گهمايل هو، جنهن جا چٽا نشان ڏسڻ ۾ ٿي آيا. اڳيرو هلندي ڪا مهل ڏسان، ته هڪ نوراني مُنهن مهانڊي وارو شخص ميڙ جي اڳينءَ ٻانهينءَ مان ورندي سڌو مون ڏانهن آيو ۽ مون کي ٻانهن کان وٺي رستي جي ڪنڌيءَ تائين آندائين، جتي پاڙائون پٽيل ڪک ڪانا ۽ ڪانهن جا ٻوٽا پيل هئا. جيئن ويجها ٿياسين، ته اُن بزرگ اتان هڪ ڪانهن جي ڪلڪ ڪڍي، منهنجي هٿ ۾ ڏني ۽ پاڻ اک ڇنڀ ۾ غائب ٿي ويو.

مون اچرج مان انهيءَ ٻلاري بابت ڪجهه پڇڻ جي ڪئي، ته ميڙ مان ڪن ماڻهن هڪ ئي واڪي وراڻيو: اهو پاڻ ٻلارو ٻِٽ ڏٺي هو، جنهن تو کي نور ڀري نگاهه سان نوازيو.

آءٌ ننڊ مان سُجاڳ ٿي، قلم ڪاغذ سوري وري ساڳئي ڪم ۾ مشغول ٿي ويس. ائين محسوس ٿيم، ته مُنجهائيندڙ نڪتو، هڪدم حل ٿي ويو ۽ وڌيڪ به ڪيترو ڪم اڪلائي ڇڏيم.

گهڙيا سي چڙهيا، ائين اٿيئي!(شاهه)

نياز همايوني

حيدرآباد، سنڌ

## شاهه مشعل راهه!

حضرات

مُون ڪافي عرصو اڳ شاهه سائين جي ڪلام جو منظوم فارسي ترجمو طبع آزمائي طور شروع ڪيو هو، جنهن مان ٻه ٽي سُر ٻه سنڌي متن سميت رسالي "مهراڻ" ۾ ڇپيا هئا.

منهنجي انهي محنت اهل نظر سنڌي، ايراني عالمن: علامه غلام مصطفي قاسمي سربراهه شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد ۽ آقائي علي اڪبر جعفري سربراهه مرڪز تحقيقات فارسي ايران وپاڪستان، اسلام آباد جن وٽان پذيرائي جو شرف حاصل ڪيو.

انهيءَ عزت افزائي ڪان پوءِ مون اڳتي قدم وڌايو، ماشاء الله هيل تائين رسالي جا ڪيترا ننڍا وڏا سُر ترجمو ڪري سرهائي ماڻي اٿم.

اميد الله ۾ ته آخر هي سياڳي مُهم سَر ڪري، وڃي پار پوندس، جنهن لاءِ دوستن ۽ بُزرگن جون دعائون گُهربل آهن.

نياز مند

**نياز همايوني**

(16-08-2001)

# فهرست


| | | |
|---|---|---|
| ● پبلشر جو نوٽ | غلام اڪبر لغاري | 9 |
| ● مهاڳ | سيد سردار علي شاهه | 11 |
| ● ايڊيٽر جو نوٽ | مدد علي سنڌي | 17 |
| ● تمهيد (سنڌي) | غلام محمد گرامي | 33 |
| ● پيش گُفتار (فارسي) | غلام محمد گرامي | 35 |
| ● نگاهه اهل نظر | غلام مصطفيٰ قاسمي | 37 |
| ● تعارف | نياز همايوني | 38 |
| 1. سُر ڪلياڻ | | 41 |
| 2. سُر يمن ڪلياڻ | | 70 |
| 3. سر ڪنڀات | | 137 |
| 4. سُر سريراڳ | | 158 |
| 5. سُر سسئي آبري | | 224 |
| 6. سُر رپ | | 240 |
| 7. سُر گهاتو | | 281 |
| 8. سُر پرڀاتي | | 294 |
| 9. سُر آسا | | 317 |
| 10. ابيات متفرقه | | 381 |

# پبلشر جو نوٽ

سنڌ جي ثقافت کاتي کي اهو اعزاز حاصل آهي، ته هن مهل تائين سنڌ جي عظيم صوفي شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالن، سنڌس فن ۽ فڪر بابت لاتعداد ڪتاب شايع ڪيا آهن، بلڪ اهو سلسلو هر سال جاري آهي، اڄ به جيڪڏهن حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالن، ۽ سنڌس فن ۽ فڪر بابت ڪتابن جو ڳاڻيٽو ڪبو، ته اهو سوَن جي تعداد ۾ اوهان کي نظر ايندو. نه فقط اهو بلڪ لطيف سائينءَ جي ڪلام جو انگريزي، اڙدو، هندي، پنجابي، عربي ۽ فارسي ٻولين ۾ ترجمي جي ڪم جو ڪريڊٽ ثقافت کاتي کي ملندو. يقينن ثقافت کاتي لاءِ اها خوشي ۽ اعزاز جهڙي ڳالهه آهي. سنڌواسي، سنڌ جي هن عظيم لافاني شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي تي جيترو به فخر ڪن اهو گهٽ آهي.

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جو عربي ترجمي جو هي ڪتاب، اسان جي ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، ان سان گڏوگڏ لطيف سائين جي لافاني ڪلام جو فارسي ترجمي وارو رسالو پڻ شايع ٿي پڙهندڙن جي هٿن ۾ اچي رهيو آهي. سچ پچ ته شاهه سائينءَ جي ڪلام تي تحقيق جو جيترو به ڪم ٿي سگهي، اهو گهٽ آهي. ان لاءِ سنڌ جو ثقافت کاتو، سنڌ جي اسڪالرن، عالمن جي هر سطح تي همت افزائي ڪرڻ لاءِ تيار رهندو.

هاڻي ان ڳالهه جي حقيقت کان قطعي طور انڪار نٿو ڪري سگهجي، ته حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سنڌ جي سڃاڻپ آهي، جنهن جي شاعري اڍائي سؤ ورهين کان به وڌيڪ، سنڌ تي ڇانيل رهي آهي، لطيف سائينءَ جو پيغام محبت ۽ امن جو پيغام آهي، جيڪو

سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ اهڙي اوچي هنڌ تي بيٺل آهي، جنهن کي ڪوبہ ماڻهو ڇُهي نٿو سگهي. اهو لطيف سائينءَ جي شاعريءَ جو ڪمال آهي، جو مغربي اسڪالرن کان وٺي، برصغير جي ليکڪن ۽ مفڪرن تائين سنڌس فڪري محرڪات ۽ فڪري فلسفي، توڙي هن جي زندگيءَ جي مختلف رخن تي تحقيق جو سلسلو جاري آهي. اڄ لطيف سائينءَ سنڌ جي تاريخ، ثقافت، تهذيب ۽ تمدن ۽ ٻوليءَ جو هڪ اهڃاڻ بڻجي چڪو آهي، ان ڪري سنڌس لافاني پيغام کي وڌ کان وڌ پکيڙڻ جي ضرورت آهي. ساڳئي وقت سنڌ جي هن عظيم صوفي شاعر، جي حياتيءَ تي بہ وڏي ڪم ۽ تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي. شاهہ لطيف پنهنجي حياتيءَ وارن علائقن ۾ ڪٿي ڪٿي ويو. ۽ پنهنجي حياتيءَ جا ڪيترا ورهيہ، سنڌ ۽ ان جي پرپاسي وارن ڀاڱن ۾ سيلاني ٿي گهمندو، ۽ عام ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، ۽ سنڌن حالتن کي جاچيندو رهيو. اهو سمورو سلسلو تحقيق طلب آهي. ساڳئي وقت شاهہ لطيف جي پيغام کي نہ فقط ملڪي بلڪ عالمي سطح تائين پهچائڻ جي سخت ضرورت آهي.

هن وقت سنڌ جو صوبائي وزير ثقافت سيد سردار علي شاهہ پاڻ هڪ اهل علم ۽ اديب آهي. جن کي سنڌ جي لافاني شاعر حضرت شاهہ عبداللطيف سان بيحد محبت ۽ عقيدت آهي. اهوئي سبب آهي، جو پاڻ لطيف سائين جي پيغام کي وڌ کان وڌ پکيڙڻ لاءِ ڪوشان آهي.

مونکي اميد آهي تہ اسين ان سلسلي ۾ اڳا بہ وڌيڪ ڪم ڪندا رهنداسين، تہ جيئن لطيف سائينءَ جي پيغام کي وڌ کان وڌ عالم اقوام تائين پهچائي سگهون.

**غلام اڪبر لغاري**

سيڪريٽري

ثقافت، سياحت، نوادرات،

قديم آثار ۽ آرڪائيوز،

حڪومت سنڌ، ڪراچي.

10 سيپٽمبر 2020ع

# مهاڳ

سنڌ جي مشهور صوفي شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو فارسي ٻوليءَ ۾ ترجمو، هڪ اهم ڪاوش آهي. فارسي ٻولي، خود انهن چند ٻولين مان آهي، جنهن ۾ ڪيل شاعري، سموري دنيا ۾ مشهور آهي. شاهه لطيف جي شاعريءَ جي هن ترجمي سان، خود فارسي ٻوليءَ ۽ ادب ۾ هڪ گرانقدر اضافو ثابت ٿيندو. سنڌي ٻوليءَ جي جاڪوڙي شاعر نياز همايوني حضرت شاهه لطيف ڀٽائي جي شاعريءَ کي فارسي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري، هڪ شاهڪار ڪم سرانجام ڏنو هو. افسوس ته هن جو اهو ڪم ڪيتري وقت کان وٺي، عوام جي نظرن کان اوجهل رهيو. ان ڳالهه جو وڏو ڪارڻ اهو هو ته محترم نياز همايونيءَ جي وفات بعد، سندس اڻڇپيل مسودا، به زماني جي دستبرد جو شڪار ٿي ويا. نياز همايوني، سنڌي ٻوليءَ جو اهو عالم هو، جنهن کي هڪ ئي وقت سنڌي ۽ فارسي ٻولين تي وڏو عبور حاصل هو. پاڻ خود سنڌي ٻوليءَ جو يگانو شاعر هو، سنڌ جي تاريخ علم و ادب تي هن جي هڪ گهري نظر هئي. ڪيتري وقت کان وٺي منهنجي ذاتي طور تي اها خواهش هئي ته نياز همايوني جو اهو شاهڪار ڪم، اشاعت جي شڪل ۾ ظاهر ٿئي. اهوئي سبب هو، جو راقم الحروف، نياز همايونيءَ جي هن مسودي جي ڳولا لاءِ برک اديب مدد علي سنڌي جي ڊيوٽي هنئي، مونکي ذاتي طور تي ڄاڻ هئي ته نياز همايونيءَ جي هن ترجمي ته جو اهو دستخط، محترم تاج جويي وٽ موجود

آهي. جنهن مهرباني ڪري مدد صاحب ڪي نياز همايوني جو اهو دستخط خوشيءَ سان حوالي ڪيو. پر سندس ڪيل ترجمي ۾ شاهه لطيف جي رسالي جا پهريان سُر موجود ڪونه هئا. جن ڪي مدد علي سنڌي، وڏي جاکوڙ ڪري اهي شروعاتي سُر حاصل ڪري ورتا، جيڪي هن ترجمي ۾ شامل آهن. اڄ مونکي بيحد خوشي محسوس ٿي رهي آهي ته سنڌ جي عظيم صوفي شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي پيغام کي دنيا جي هڪ اهم ٻولي ۾ آڻڻ جو نيڪ ڪم اسان جي هٿان سرانجام ٿي رهيو آهي. هن نيڪ ڪم جو هڪ اهم مقصد شاهه لطيف جي پيغام کي دنيا جي مختلف اهم ٻولين ۾ پهچائڻ آهي. هن کان اڳ شاهه لطيف جي ڪلام جو انگريزي، پنجابي، هندي، اڙدو ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. هن وقت فارسيءَ سان گڏ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪلام عربي ٻوليءَ ۾ به شايع ڪيو پيو وڃي. اميد اٿم، ته شاهه لطيف جي ڪلام کي وڌيڪ بين ٻولين جهڙوڪ چيني ۽ فرينچ ۾ ترجمي ڪرڻ جو اهو سلسلو آئنده به جاري رکيو ويندو.

اصل ۾ بنيادي طور تي اها ڳالهه پنهنجي جاءِ تي اهم آهي ته شاهه عبداللطيف پنهنجي فڪر ۽ پيغام جي اعتبار کان سنڌ جو حُسن آهي، سنڌ جي سڃاڻپ آهي. ان ڪري لطيف سائينءَ تي اڃا به وڌيڪ ڪم ڪرڻ ضرورت آهي. ساڳيءَ وقت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي لافاني ۽ بي مثال پيغام کي ملڪي بلڪ بين الاقوامي سطح تي روشناس ڪرائڻ جو سلسلو آئنده به جاري رکيو ويندو.

يقينن اها ڳالهه به هر ڪنهن کي معلوم آهي ته حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي (1752-1690ع) نه رڳو سنڌ بلڪ سموري برصغير جو هڪ وڏو صوفي شاعر آهي. سندس ڪلام لافاني آهي. شاهه

لطيف مشرق جي انهن چند شاعرن مان هڪ آهي، جنهن تي نہ رڳو مشرق بلڪ مغرب بہ فخر ڪري سگهي ٿو. سندس عارفانہ ڪلام جي اهائي حيثيت آهي جهڙي فارسي ٻوليءَ ۾ مولانا جلال الدين روميءَ جي ڪلام کي حاصل آهي. در حقيقت شاهہ لطيف جي ڪلام جو خاص مقصد انسان کي پنهنجي حق تعاليٰ سان رشتو قائم ڪرڻ هو. اهوئي سبب آهي، جو سندس ڪلام جو سرچشمو الاهي ڪلام آهي، سنڌ جي تاريخ، تهذيب ۽ تمدن جيڪي پنج هزار سال قديم آهن، انهن کي سنڌ کان ڪنهن بہ ريت علحده نٿو ڪري سگهجي. شاهہ لطيف ۽ سنڌ لازم و ملزوم آهن. سنڌ کي شاهہ لطيف جي ڪلام کانسواءِ سمجهڻ تمام ناممڪن آهي. بيشڪ شاه جو ڪلام سنڌ تائين محدود نہ آهي. سندس پيغام هر دور ۽ هر زماني لاءِ آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي سنڌي شاعريءَ ۾ سنڌ جي جاگرافي، تهذيب و تمدن، عوام جا ڏک ۽ ڏاکڙا موجود آهن، شاهہ جو اسلوب طرز بيان، پڙهندڙن کي خود محسوس ٿي ويندو. مثال طور شاهہ ڀٽائي جي سُر مومل راڻي جو هڪ بيت آهي:

جوڳي تي جڙاءُ، نسوروئي نينهن جو،
پتنگ جيئن پيدا ٿيو، سامي سج وڙاءُ،
اَيو ڪاڪ تڙاءُ، ڪئنارن ڪڪوريو.

جيتريقدر حسناڪيءَ جي ڳالهہ آهي تہ اوهان هي بيت پڙهي پوءِ ان جي حُسن ۽ سُونهن جي حقيقت ۾ گم ٿي وڃو. سقراط کان وٺي سارتري تائين، ڪيترن ئي دانائن حُسن جي موضوع تي بحث ڪيا آهن. تنهن ڪري اهو موضوع منطق، اخلاقيات، ۽ مابعد الطبيعات جهڙن موضوعن وانگر فلسفي جي دائري ۾ اچي ٿو.

فلسفي ۾ وري ان کي جماليات جو نالو ڏنو ويو آهي. جهڙي ريت مابعد الطبيعات ۾ زندگي ۽ موت ۽ حيات جي اسرارن ۽ رمزن جو حل ڳوليو ويندو آهي، ساڳيءَ طرح جماليات جي وسيلي وري حُسن ۽ سونهن جي اصليت ۽ ماهيت جو مطالعو ڪيو ويجي ٿو. ۽ اهو اصل ۾ فن جو فلسفو آهي. مٿي ذڪر ڪيل سُر مومل راڻي جو اهو بيت ان حوالي سان پرکڻ گهرجي، ۽ اهڙا سوين بيت اوهان کي شاهه جي رسالي ۾ موجود ملندا.

خود فارسي ٻولي ۾ خود مولانا جلال الدين رومي، رد ڪي، حافظ، فردوسي، جامي، نظامي، عمر خيام، سعدي، عطار، جا نالا تمام اهم آهن.

فارسي ٻولي ۾ تيل شاعري پڻ لاجواب آهي، جيڪا حسناڪيءَ سان پريل آهن. هتي آئون فقط ٻن شاعرن کي ڪوٽ ڪندس:

عمر خيام هي ڪيڏي نه خوبصورت ڳالهه چئي آهي:

ازآمد نت اگر خبر مى دانستم،
پيش خدمت که چه راگل مى کشتم،
گل مى کشتم گل گلاب مى کشتم،
خاک خدمت بدى دمِ وارد کشتم۔

(يعني: جيڪڏهن مون کي تُنهنجي اچڻ جي خبر پهچي ها، ته آئون تنهنجي قدمن کان اڳ ۾ گلاب جا گل وڇائي ڇڏيان ها، ۽ تنهنجي قدمن جي خاڪ پنهنجي پاڻ تان واريان ها!

يا وري حافظ چوي ٿو:

بهريست بحرعشق که بهچش کناره نيست،
آں جا جزاينکه جان بسپارند چاره نيست۔

(يعني: عشق اهڙو سمنڊ آهي، جنهن جو ڪوبہ ڪنارو ڪونهي، اُتي سواءِ جان ڏيڻ جي ٻيو ڪوبہ چارو ڪونهي.)

اهم ڳالهہ آهي، تہ خود شاهہ لطيف کي فارسي توڙي عربي ٻولين تي وڏو عبور حاصل هو. ان جو مثال اوهان کي شاهہ لطيف جي شاعريءَ مان بخوبي نظر ايندو. يقينن شاهہ لطيف، ان وقت جي هندوستاني موسيقيءَ جي علم کان بہ چڱي ريت واقف هو. هن جي ورثي ۾ نغمگيءَ جو ورثو موجود هو، ڇاڪاڻ تہ سندس ڏاڏو شاهہ ڪريم وڏو شاعر هو ۽ سماع ڪرائيندو هو، ان ڪري شاهہ لطيف جي شاعريءَ جا سمورا داستان ڪنهن نہ ڪنهن سُر سان وابستہ آهن ۽ خود شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، وحدت الوجود جو قائل هو. ۽ سندس ڪلام جي تار ان تي اچي تي پوري ٿئي.

هتي ياد رکڻ گهرجي تہ سنڌ ۾ فارسي ٻوليءَ جو پاڙ ۾ هڪ قديم وقت کان وٺي ڳانڍاپو رهيو آهي. ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ فارسي ٻولي اٺ سو ورهين کان وٺي موجود رهي آهي، سمن ۽ سومرن، ارغونن ۽ ترخانن، مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي عهد ۾ فارسي جو بولا بالا هو. ڪيتري وقت تائين سنڌ ۾ فارسي ٻوليءَ ۾ سنڌ جي ماڻهن شاعري ڪري پنهنجا خوب جوهر ڏيکاريا. ۽ غزل، مثنوي، ۽ قصيدا تحرير ڪري پنهنجي حيثيت مڃرائي. سنڌي شاعرن جو فارسي ڪلام ۾ سوزوگداز بيان و اقرار، گُل ۽ بلبل جي قصن سان ڀريل آهي، تنهن کانسواءِ سنڌ جي تاريخ جا سمورا اهم ۽ بنيادي ڪتاب جهڙوڪ چچ نامو، تاريخ سنڌ عرف تاريخ معصومي، تاريخ طاهري، بيگلار نامو، ترخان نامو، تحفتہ الڪرام، تاريخ شاهجهاني، فارسي ٻوليءَ ۾ تحرير ڪيا ويا. تنهن کانسواءِ جن سنڌي شاعرن فارسي ٻوليءَ ۾ شاعري ڪري، پنهنجو نالو ڪمايو. انهن مان ڪيترا

سنڌ ڇاوا هئا، تہ وري ڪيترن سنڌ کي اچي پنهنجو وطن بڻايو هو. علي بن حامد ڪوفي، قلندر لال شهباز، ڄام نظام الدين، مخدوم بلاول، شاهہ حسين ارغون، حيدر ڪلوچ، ميرزا غازي بيگ، مير علي شير قانع، غلام علي مائل ٺٽوي، محسن ٺٽوي، عظيم ٺٽوي، محمد پناه رجا، ميان سرفراز خدايار خان عباسي، منشي عطا شڪارپوري، عارف صنعت، آخوند محمد قاسم، نانڪ يوسف، آغا ڪاظم علي شاهہ، مير نصير خان ٽالپر، مير صوبدار خان، مير عبدالحسين سانگي، ۽ ٻيا ڪيترا انهيءَ طويل لسٽ ۾ شامل آهن. ان ڪري فارسي ٻولي هرگز سنڌ لاءِ اوپري ٻولي هرگز ڪونهي. انگريزن جي اچڻ تائين سنڌ جو سمورو دفتري ڪاروبار فارسي ٻوليءَ ۾ هلندو هو. بلڪ سنڌ جي ماڻهن جي فارسي ٻولي، سندن مادري سنڌي ٻوليءَ کان ٻئي نمبر تي رهي آهي.

انهيءَ فارسي ٻوليءَ ۾، حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جو ترجمو، فارسي ٻوليءَ لاءِ هڪ واڌارو ثابت ٿيندو. هن ڪتاب جي اشاعت، توڙي ان کي ايڊٽ ڪرڻ ۾ مسٽر مدد علي سنڌي جيڪي ڪوششون ۽ محنتون ڪيون آهن، انهن جي جيتري بہ واکاڻ ڪجي گهٽ آهي. هي ڪتاب فارسي ٻولي ڄاڻندڙن لاءِ هڪ گرانقدر تحفو آهي، شل قبول پوي.

**سيد سردار علي شاهہ**

وزير ثقافت، سياحت، نوادرات قديم آثار ۽ آرڪائيوز

حڪومت سنڌ ڪراچي.

20 سيپٽمبر 2020ع

# نياز همايوني: سنڌ جو سچو عاشق

نياز همايوني سان منهنجي ملاقات 1969ع ۾ ٿي. پاڻ تنهن وقت، حيدرآباد جي گاڏي کاتي ۾ قاضي عبدالقيوم روڊ تي، منظور چيمبرز ۾، مرڪزي اردو بورڊ لائبريري جو انچارج هوندو هو. انهيءَ بلڊنگ جو ٽيون فلور لائبريري جي حوالي هوندو هو. ريڊنگ روم، ريئر ڪتابن جو ياڱو ۽ لائبريرين جي آفيس، جنهن ۾ نياز صاحب سدائين ڪلندي ۽ مُرڪندي، هر ماڻهوءَ جي پيو آجيان ڪندو هو. اسان کي اخبارن پڙهڻ جي عادت سو بہ خاص ڪري نواءِ وقت لاهور جي، جيڪا ٻئي ڏينهن تي حيدرآباد پهچندي هئي. نواءِ وقت واحد اخبار ان وقت مخالف ڌر جون خبرون شايع ڪندي هئي، وڏي ڳالھ تہ اها اخبار ان لائبريري  ڪانسواءِ ڪٿي بہ نہ ملندي هئي. لائبريري ۾ ڪيترين سنڌي ۽ اردو انگريزي اخبارن سان گڏوگڏ ٽماهي نقوش، حنيف رامي جو نيادور ۽ احمد نديم قاسميءَ جو فنون لاهور، افڪار ڪراچي، ٽماهي مهراڻ ۽ ٻيا ادبي رسالا ميزن تي رکيل هوندا هئا. لائبريريءَ ۾ گهڻو وڃڻ ٿيو تہ هڪ ڏينهن نياز همايوني، پنهنجي آفيس ۾ سڏي پڇيو تہ ”اوهان سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس ۾ بہ ويندا آهيو نہ؟“ مون ڪيس ٻڌايو، ”شوڪت حسين شورو منهنجو دوست آهي تنهن ڪانسواءِ اتي مولانا غلام محمد گرامي ۽ ناشاد وٽ بہ وڃڻ ٿيندو آهي!“ پوءِ هن مون کان پڇيو: ”ادب ۾ ڪهڙا موضوع اوهان کي پسند آهن؟“ ”ڪيس ٻڌايم، سوانح عمريون، ڪهاڻيون، شاعري منهنجا دلپسند موضوع آهن!“

اهڙيءَ ريت نياز صاحب وٽ اچ وڃ جو سلسلو ويتر وڌي ويو. سندس آفيس ۾ مولوي محمد صالح عاجز، عبدالڪريم گدائي، عبدالحق عالماڻيءَ، امداد حسيني، عبدالغفور انصاري سميت ڪيترن اديبن سان ملاقات ۽ جاڻ سڃاڻپ ٿي. نياز همايوني بنيادي طور تي هڪ درويش صفت انسان هو، فارسي ٻوليءَ تي ڪيس وڏو عبور حاصل هو ۽ اڙدو بورڊ ۾ ڪيس اها نوڪري، پير حسام الدين راشدي وٺي ڏني هئي. پاڻ انتهائي غيرتمند، جاکوڙي اديب هو. انتهائي ضرورتمند، پر لکڻ جي پورهيي سان پنهنجو پيٽ پاليندو هو. نياز همايوني شاعريءَ سان گڏ نثر لکڻ جو به بادشاهه هو. سندس ڪيترا دلچسپ مضمون نئين زندگي ۽ روح رهاڻ ۾ شايع ٿيا. هُن جي زندگي جو احوال ڪجهه هن ريت ٿو بيهي:

سندس اصل نالو مشتاق حسين سندس جي والد جو نالو قائم الدين همايوني هو. نياز صاحب جو جنم 12 اپريل 1930ع ۾ همايون، تعلقي شڪارپور ۽ وفات حيدرآباد ۾ 5- جنوري 2004ع ۾ ٿي. سنڌس آخري آرامگاهه، بابن شاهه ڪالوني قبرستان حيدرآباد ۾ آهي. نياز صاحب ٻه شاديون ڪيون: پهرئين زال مان ڪيس ڪو اولاد نه ٿيو، پر اڳ ڇائي نينگريءَ ڪي پنهنجي اولاد وانگر نپائي وڏو ڪيائين. هن جي ٻي شادي وري شڪارپور مان ٿي، جنهن مان ڪيس ٻه فرزند هر هڪ اويس نياز، پرويز نياز ۽ هڪ نياڻي سُومل ٿيا.

نياز صاحب ابتدائي قرآني قاعدي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تعليم ڪانپوءِ مختلف مدرسن مان فارسي ۽ طب جي تحصيل بعد ۾ طب جو مشغلو اختيار ڪندي حيدرآباد جي ويجهو ٽنڊي حيدر ۾ پنهنجو مطب (دواخانو) جاري ڪيو. ڪجهه وقت حيدرآباد سنڌ جي طبي درسگاهن ۾ اُستاد طور پڙهائيندو رهيو.

ورهاڱي کان اڳ "تحريڪ آزادي" ۾ شاعر طور اُڀريو. انهيءَ دوران قومي ۽ سماجي سرگرمين ۾ حصو وٺندو آيو. شاعر جي حيثيت ۾ سنڌي شعر کي نرالي نوعيت ۽ نئون انداز ڏنائين. خاص ڪري شاعريءَ ۾ قومي رنگ ۽ انسان دوستيءَ جو پرچار سندس خاص سڃاڻپ رهي آهي. ان سلسلي ۾ هو مشهور شاعر هوندراج دکايل کان متاثر رهيو، جيڪو ورهاڱي کان اڳ مولوي محمد صالح عاجز جي ڪري سندس دوست هو. ڪجهه وقت صحافت سان بہ منسلڪ رهيو، پر اڳتي هلي، صحافت کان پاسيرو ٿي، قومي شاعريءَ، لوڪ ادب، ڪلاسيڪي شاعريءَ ۽ تاريخ طرف متوجهہ رهيو. اردوءَ ۽ فارسيءَ ۾ سنڌ جي ڪلاسيڪي ۽ جديد شاعريءَ کي روشناس ڪرائڻ لاءِ جاکوڙ ڪيائين. پنجويهن سالن (1965ع کان 1990ع تائين) آر سي ڊي تحت قائم ٿيل مرڪزي اردو بورڊ حيدرآباد برانچ ۾ نگران جي عهدي تي لاڳاپيل رهيو، جتان 1990ع ۾ رٽائر ڪيائين. هي ادارو هاڻي "اردو سائنس بورڊ" جي نالي سان ڪم ڪري رهيو آهي. ڪجهه عرصو پاڪستان رائيٽرس گلڊ جو ميمبر ۽ سنڌ شاخ جو سيڪريٽري بہ رهيو. ٻن سالن تائين سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر بہ نامزد رهيو. سندس سنڌ جي ادبي ادارن سان وابستگي ۽ علمي، ادبي توڙي قومي ۽ سماجي سرگرمين سان دلچسپي آخري پساهن تائين رهي. سنڌ رائيٽرس گلڊ قائم ڪري ادبي خدمتون سرانجام ڏنائين. شاعري، طب، تاريخ ۽ تصوف سندس دلچسپيءَ جا موضوع رهيا. سنڌي، اردو ۽ فارسي ٻولين ۾ چاليهن تائين ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪتاب ۽ مسودا سپرد قلم ڪيل اٿس.

انهن مان ويهارو ڪتاب سنڌ ۽ پاڪستان جي سرڪاري ۽

خانگي اشاعتي ادارن طرفان شايع ٿي چڪا اٿس. سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ کي اڙدو ۽ فارسيءَ ۾ متعارف ڪرائڻ لاءِ وڏيءَ حد تائين ڪوشان رهيو. سندس دلي ارادو هو تہ صحت سڌرڻ شرط "هير وارث شاهہ" جو پنجابيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪندو، پر سندس اها آس پوري ٿي نہ سگهي. هن شيخ فريد الدين گنج شڪر ۽ خواجہ غلام فريد جي ڪلام جو پڻ اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ چاهيو ٿي ۽ مختصر ابتدا بہ ڪيائين پر زندگيءَ سندس ساٿ نہ ڏنو.

نياز همايوني سنڌيءَ مان قاضي قاضن (متوفي (1515ع)، شاهہ ڪريم (متوفي 1623ع)، خواجہ محمد زمان لنواري واري (1784ع) جي ڪلام جو منظوم اردو ۽ فارسي ترجمو پڻ ڪيو. تنهن کانسواءِ حضرت شاهہ لطيف (وفات 1751ع) جي ڪيترن سُرن جو منظوم فارسي ترجمو ۽ ڪجهہ بيتن جو اردوءَ ۾ ترجمو ڪيائين. حضرت شاهہ لطيف جي رسالي (گنج شريف) اردو نثري ترجمو ڪري رهيو هو ۽ 27 سُرن تائين ڪم مڪمل ڪري سگهيو. گڏوگڏ لطف الله قادري (متوفي 1679ع) مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي (1778ع) ۽ چين راءِ سامي (1850ع) جي ڪلام جو منظوم ترجمو بہ هٿ ۾ هئس. تنهن کان سواءِ جديد سنڌي شاعريءَ جو اردو ۽ فارسي ترجمو بہ ڪندو رهندو هو.

سندس ادبي خدمتن جو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي:

## اَدبي خدمتون:

1. فرهنگ جعفري (ٽن جلدن ۾). 1960ع سنڌيءَ ۾ طب تي 1818ع ۾ لکيل قديم ڪتاب، جنهن کي نئين سر سڌاري ترتيب ڏنو ويو، هي ناياب طبي ڪتاب (2000 صفحا) سنڌي ادبي بورڊ

طرفان ڇپايو ويو.

2. ”ديوان مفتون“ سنڌي پهريون ڇاپو، نئون 1973ع، مولانا عبدالغفور مفتون همايونيءَ جي سنڌي ڪلام جو ڪتاب نئين سر ترتيب ڏنل، جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

3. ”هفت زباني لغت“ پهريون ڇاپو 1974ع مختلف ٻولين (اردو، سنڌي، پنجابي، بلوچي، پشتو، بنگالي ۽ ڪشميري) جي عالمن جي تحقيق سان گڏ ترتيب ۾ حصو ورتل (سنڌي ٻولي لاءِ) هي لغت مرڪزي اردو بورڊ لاهور شايع ڪئي.

4. ”ساٽيهه جي ساک“ (شاعري) پهريون ڇاپو 1975ع نياز همايونيءَ جي دودي چنيسر جو داستان، قومي رنگ ۾ نظم ڪيل، هي سوين نظم، نئين سنڌ پبليڪيشن ڪراچي ڇپرائي پڌرو ڪيا.

5. ”سنڌ جي طبي تاريخ“ (ٻن جلدن ۾) 1976ع موهن جي دڙي کان وٺي هاڻوڪي دور تائين سنڌي طب جي تاريخ ۽ طبيبن جو تذڪرو ڪتاب ”سنڌ سائنس سوسائٽي“ سنڌ يونيورسٽي، پاران شايع ٿي منظرعام تي آيو.

6. ڏرتيءَ جا گيت، نياز همايونيءَ جي هن ڪتاب ۾ قومي نظم، غزل، گيت ۽ لوڪ گيت شامل هئا هي ڪتاب 1977ع ڏاري ۽ 1978ع ۾ بندش هيٺ آيو. هن تي پاڪستان رائيٽرس گلڊ پاران انعام به مليل هو.

7. ”سنڌي نامه“ (اردو) پهريون ڇاپو 1978ع سنڌ جي ريتن رسمن تي اردوءَ ۾ لکيل تعارفي ڪتاب، ڇپايل مرڪزي اردو بورڊ لاهور.

8. ”تاريخ مظهر شاهجهاني“ پهريون ڇاپو 1979ع، مغل دور ۾ لکيل فارسيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ، جنهن جو سنڌي ترجمو ڪيو ويو، هن جو ٻيو ڇاپو 1994ع ڊاري ڇپيو، ٻئي ڀيرا هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو. (اصل لکيل 1635ع)
9. ”انتخاب سنڌي شاعري“: پهريون 1987ع سنڌي شاعرن جو چونڊ سنڌي ڪلام اردوءَ ۾ ترجمو ٿيل، جنهن کي اڪيڊمي ادبيات پاڪستان اسلام آباد ڇپرايو.
10. ”آهوان صحرا“ پهريون ڇاپو 1988ع سنڌ جي قديم شاعريءَ مان قاضي قادن جي بيتن جو منظوم اردو ترجمو سوانح ۽ شجري سميت، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز طرفان ڇپرايل.
11. ”تاريخ طاهري“ پهريون ڇاپو 1988ع مغل حڪمران جلال الدين اڪبر جي دور ۾ خان خانان ۽ مرزا جاني بيگ جي جنگ بابت لکيل تاريخي ڪتاب جو فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ ڪيل ترجمو ڇپائيندڙ سنڌي ادبي بورڊ. (اصل لکيل 1621ع)
12. ”مقصودالعارفين“ پهريون ڇاپو 1989ع فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل تصوف جو ڪتاب ۽ شيخ مغل ٻين جي سوانح جنهن کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي سنڌ يونيورسٽي، ڇپرايو.
13. ”آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهه“ پهريون ڇاپو 1989ع روحل فقير جي فرزند صوفي دريا خان جو ڪلام سوانح سميت، سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپرايل جنهن ۾ تصوف تي تاريخ تي روشني وڌل آهي.
14. ”راهه عشق“ (خميني) پهريون ڇاپو 1993ع ايران جي انقلابي اڳواڻ امام خمينيءَ جي روماني شاعريءَ جو سنڌيءَ ۾

منظوم ترجمو، هي ڪتاب خانہ فرهنگ ايران شايع ڪرايو.

15. ”تاريخ تازه نواءِ معارڪ“ 2005ع ۾ ”تازن معرڪن جو پڙاڏو“ فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل منشي عطا محمد شڪارپوري جي لکيل تاريخ جنهن ۾ افغانن، انگريزن ۽ ميرن جي جنگ جو ذڪر ڪيل آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ”تازن معرڪن جي تاريخ“ جي عنوان سان شايع ڪيو آهي. (اصل لکيل 1852ع)

16. ”فرهنگ همايوني“ (طبي لغت) 2004ع مولانا عبدالغفور مفتون همايوني جي لکيل طبي لغت فارسي عربي هندي سنڌي وغيره. ڇپرائيندڙ: سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد.

17. ”رسالہ اويسيہ“ 2005ع حضرت شاهہ لطيف ۽ سندس همعصر عالم زاهد مخدوم محمد معين ٺٽوي جي عالمانہ سوال جواب جو فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ ڪيل ترجمو تعليقات سميت ڇپرائيندڙ ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ.

18. ”ڪليات پير محمد اشرف“: ڇاپو پهريون 1997ع صوفي شاعر پير محمد اشرف ڪاماري واري جي ڪلام ۽ سوانح حيات جي ترتيب ۽ تدوين، ڇپائيندڙ ادارو سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.

## اڻ ڇپيل مسودا:

نياز همايوني، مرڻ گهڙيءَ تائين تحرير و تاليف جي ڪم ۾ مشغول رهيو. سندس ڪيتريون لکڻيون، اڻ ڇپيل آهي، راقم الحرف برڪ اديب ۽ دوست تاج جويي جي سهڪار سان هتي انهن اڻڇپيل مسودن جي لسٽ تحرير ڪري رهيو آهيان:

1. ”اَذان العارفين“ (اردو)

حضرت شاھ ڪريم جي سنڌي بيتن جو مڪمل ۽ منظوم اردو ترجمو، سندن سوانح سميت هي مسودو پڻ شاھ ثقافتي مرڪز وٽ ڇپائيءَ لاءِ پيل آهي.

2. ”سنڌي راڻديون“ (سنڌي)

سنڌ جي زالن، مردن ۽ ٻارن جي راندين بابت هي مسودو بہ پڻ شاھ ثقافتي مرڪز کي ڏنل هو.

3. ”سنڌ جي طبي تاريخ“ (جلد ٽيون) سنڌي

4. اَڪ پچي ٽيا انار (سنڌي)

سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ مان چونڊ ڪلام جن جو جديد نموني جائزو ورتو ويو آهي. هي مسودو ترتيبي صورت ۾ محفوظ آهي.

5. ”جتي منهنجا ماروئڙا“ (سنڌي)

ننڍپڻ کان وٺي وڏپڻ تائين پنهنجي يادگيرين جا عجيب قصا قلمبند ڪيل هي مسودو (اڌورو) موجود آهي.

6. ”طبي تجربا“ (سنڌي)

علاج معالج جي سلسلي ۾ پنهنجي تجربي هيٺ آيل طبي نسخا ۽ نڪتا (مسودو موجود نہ آهي)

7. اردو، فارسي ڪلام جو مسودو.

8. ”ڪتاب لکن ٿا“ (سنڌي)

مختلف موضوعن تي لکيل مزاحيہ ۽ سنجيده مضمون- (ناموجود)

9. ”دوزخ ۾ رهڻ جي ريهرسل“: مزاحيہ نظم

پنهنجي ماحول ۾ جيڪي وهي واپري پيو تنهن بابت هڪ طويل طنزيہ نظم.

10. ”ڏکيا سايا ڏينهن“
پنهنجي حياتيءَ جو احوال (اڻپورو)
11. ”گنج شريف حضرت شاهہ لطيف“.
”شاهہ سائين جي گنج“ جو منظوم اڙدو ترجمو ذري گهٽ مڪمل آهي.
12. ”سمندر ڪي سانس“ (اردو)
مختلف ڪلاسيڪي شاعرن جو سنڌيءَ مان اردوءَ ۾ منظوم ترجمو (ناموجود)
13. ”اڌ صديءَ جو اکين ڏٺو احوال“
پنهنجي سانير ڪان هن ڄمار تائين سنڌ جي باري ۾ جيڪي اکين ڏٺو ۽ ڪنن ٻڌو يا جو ڪجهہ سمجهندو رهيو، انهيءَ کي ڪتاب جي شڪل ۾ پيش ڪرڻ جا جتن ڪيل آهن، ڪافي مواد گڏايو ويو آهي.
14. ”اُناڻيون اويس جون“ (سنڌي)
انگريزن جي دور جو هڪ گمنام عوامي شاعر جنهن جا بيت دريافت ٿي چڪا آهن، اهي بيت هن درويش جي سوانح سميت گڏ ڪري ڪتابي صورت ۾ آندا ويا آهن، انهي جو زمانو 1860- 1940ع آهي.
15. ”مڪتوبات خليفہ محمود“ (تصوف) ترجمہ از فارسي اشاعتي اداراه راشديہ اڪيڊمي حيدرآباد.
16. ”سنڌي اردو لغت“.
17. ”داستان شهادت“ (هي نسخو خبر ناهي ڪٿي آهي؟) حضرت شاهہ عنايت (سنڌي ترجمو) 2000ع.

## ادبي خدمتن جي اعتراف ۾ مليل انعام:

1. ڊپلوما آف ميرٽ.

لينن جي سئو سالہ سالگرھ جي موقعي تي مئي 1970ع ڌاري رشيا کان مليل.

2. پاڪستان رائٽرس گلڊ طرفان 1978ع ۾ سنڌ جي طبي تاريخ تي مليل نقد انعام.
3. سلطان الاولياءَ خواجہ محمد زمان رحہ جي سيمينار پيري ابيات سنڌيءَ جي منظوم فارسي ترجمي ملوڪ الڪلام تي ڪراچي جي هوٽل انٽر ڪانٽينينٽل جي ايوان ۾ 22 نومبر 1986ع ڌاري ايوارڊ طور مليل شيلڊ جيڪا محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هٿان ڏني ويئي.
4. جنوري 1994ع ۾ طالب المولىٰ اڪيڊمي هالا طرفان مخدوم صاحب جي پهرين ورسي جي موقعي تي محترمہ بينظير ڀٽو وزيراعظم پاڪستان هٿان ادبي خدمتن بابت ايوارڊ.
5. اپريل 1997ع ۾ نيو علي ڳڙھ ڪاليج ٽنڊي آدم پاران حضرت شاھ لطيف جي منظوم فارسي ترجمي تي شيلڊ.



نياز همايوني بنيادي طور تي پورهيت اديب هو. سڄي ڄمار تنگدست هيو، اڙدو بورڊ جي نوڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ وٽس آمدني جو ڪو بہ وسيلو ڪونہ هو. پر تحرير ۽ تاليف ذريعي پنهنجو گهر هلائيندو هو. انتهائي خوددار ۽ کرو انسان. پر ڪڏهن بہ ڪنهن حڪومت آڏو نہ وظيفي لاءِ، نہ وري سرڪاري امداد لاءِ هٿ ٽنگيائين نہ وري ڪڏهن دانهن ڪيائين ۽ نہ وري وظيفو ورتائين. سمورو

ڏينهن، بلڪ آڌيءَ رات تائين تاليف و تحرير جي ڪم ۾ مشغول رهندو هو. نياز صاحب، جي مون سان تمام گهڻي محبت هوندي هئي. حضرت عليءَ جو قول آهي، ڪنهن به ماڻهوءَ کي پرکڻو هجي، ته هُن سان ڪاروبار ڪري ڏسو. يا وري ساڻس گڏ سفر ڪريو. سو نياز همايوني پاڻ هڪ مولائي ماڻهو هو. البت ساڻس ڪيترا ڀيرا سفر ضرور ٿيو. اڪثر هر سال 17 جنوريءَ تي محترم سائين جي ايم سيد جي سالگره وارين تقريبن، يا وري 1985ع ۾ ساڻس گڏ آزاد ڪشمير جي دوري تي وڃڻ ٿيو. اٽڪل 15 ڏينهن ڪن سفر ۾ هئاسين. محترم غلام رباني آگري، اسان کي آزاد ڪشمير جي دوري تي اماڻيو هو. سفر دوران هو مونکي چوندو هو، ”اوهين خرچ ڪريو، پوءِ رات جو حساب ڪنداسين!“ رات جو سمهڻ کان اڳ فقط ايترو پڇندو هو، ”ادا، گهڻو خرچ ٿيو.“ آئون خرچ جو پنو ڪيس ڏيندو هوس، ته بنا پڙهڻ جي فقط ايترو چوندو هو. ”گهڻا پئسا ٿيا؟“ ۽ پوءِ ان خرچ جو اڌ مونکي ڏيئي ڇڏيندو هو. مون ڪيترا ڀيرا انڪار ڪيو ته چيائين، ”ادا، ائين ڪونه ٿيندو. سفر ۾ خرچ جو حساب ائين ئي ٿيندو آهي!“ سندس سڄي زندگي ادبي پورهيو ڪندي گذري. رٽائيرمينٽ کانپوءِ ته مشڪلات حالات ۾ زندگي گذاريائين. بهرحال اهو ڏکهو قصو آهي، هتي سندس خودداري جو فقط هڪڙو واقعو هت درج ڪريان ٿو:

”مونکي ياد آهي ته سال 1999ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمين غلام رباني آگرو هو. هڪ ڀيرو سيد غوث علي شاهه جيڪو اُن وقت سنڌ جي نگران وزيراعليٰ جي عهدي تي فائز هو. سنڌي اديبن کي ڀٽ شاهه سڏايو. رباني صاحب اسان جون سونهون هو. وفد ۾ محمد ابراهيم جويو، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، مراد،

علي ميرزا، قاضي خادم، تاج جويو، نصير ميرزا، نياز همايوني، امداد حسيني، نفيس احمد ناشاد، ۽ ٻيا ڪيترا اديب شامل هئا. رات جو وقت هو. ڪراڙ ڍنڍ جي پر ۾ واقع ريسٽ هائوس جي آڱنڊ ۾ ويٺا هئاسين. مٿي پٽ جي آڪاس تي چوڏهينءَ جو چنڊ ڪڙيل هو. اوچتو سيد غوث علي شاهه، نياز کي چيو هو، ”نياز، يار اڄ پنهنجي شاعري ته ٻڌايو!“ نياز پهريون ته انڪار ڪيو، پر پوءِ پنهنجو مشهور گيت ڏاڍي سُر سان ڳائڻ شروع ڪري ڏنو:

”سنڌڙي منهنجي ماءُ، مان توتان گهور ٿيان،
شل نه ٿيان غدار، سنڌ، پل ڌاڪو ٿيان يا چور ٿيان!“

رات جي سانت ۾، نياز جي خوبصورت آواز، هڪ عجيب ماحول برپا ڪري ڇڏيو هو. محفل ۾ وزيراعليٰ ڪان وٺي، آءِ جي پوليس، ڊي آئي جي، ڪمشنر، ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڪيترا ڪامورا موجود هئا. پر نياز پنهنجي ڌُن ۾ گم هو.

جڏهن گيت ڳائي بس ڪيائين، ته غوث علي شاهه چيو هو، ”نياز صاحب چئبو اجا اهائي واٽ آهي!“ نياز وراڻيو هو، ”جي قبلا، اسين اُهي ئي آهيون!“

۽ پوءِ شاهه جي فقيرن، شاهه جو راڳ ڳائڻ شروع ڪيو هو. پريان ڪراڙ ڍنڍ جي نيري پاڻيءَ ۾ چنڊ پنهنجي چانڊوڪيءَ سان شاهه جو راڳ ٻڌي رهيو هو. ۽ وڻن مان تيز هوا شور ڪندي اچي اسان کي لڳي رهي هئي. رات جو دير سان سنڌي ادبي بورڊ جي وين ۾ حيدرآباد واپس اچي رهيا هئاسين. آڌي رات جي مهل هئي. نياز اڳئين سيٽ تي جويي صاحب سان گڏ ويٺو هو. آئون، پوئين سيٽ تي غلام رباني آگري سان ويٺو هوس. اوچتو رباني صاحب مونکي

چيو، ”يار، نياز بہ صفا ڪو زوراور آهي. مونکي خبر آهي تہ نياز کي اڄڪلهہ ڪا بہ نوڪري نہ اٿس. بلڪ هٿ بہ ڏاڍو تنگ ٿو رهيس. مون سوچيو هو تہ اڄ موقعي جو فائدو وٺي، غوث علي شاهہ کي چئي کيس ڪنهن ادبي اداري ۾ نوڪري وٺرائي ڏيانس ها، پر نياز گيت ڳائي مرڳو ڪم ڦٽائي ڇڏيو“.

مون کيس ڪابہ وراڻي نہ ڏني هئي، ۽ اڳتنئون ويٺل نياز کي ڏٺو هو، خبر ناهي ڪهڙي سوچ ۾ گم هو. جيڪو سامهون نيشنل هاءِ وي تي ڇانيل اونداهي، کي ڏسي رهيو هو.

زمانا بڑے غور سے سن رہا تھا،
ہم ہی سو گئے داستاں کہتے کہتے۔

* * *

نياز همايوني تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جو فارسي ۾ ترجمو ڪيو هو، ۽ ان جا ڪجهہ ڀاڱا مهراڻ ٹماهيءَ ۾ بہ شايع ڪرايا هيائين. سندس ڪيل ڪم جو اڻ ڇپيل مسودو، سنڌي ٻوليءَ جي جاکوڙي اديب ۽ شاعر محترم تاج جويي وٽ محفوظ هو. پر ان مسودي ۾شاهہ سائين جا شروعاتي سُر موجود ڪونہ هئا. اهي بعد ۾ ڪراچي يونيورسٽي طرفان، ڊاڪٽر درشهوار سيد جي ايڊيٽرشپ ۾ شايع ڪيل شاهہ جي رسالي مان هٿ آيا. اهو رسالو شاهہ جي شاعري جو انگريزي، اڙدو ۽ فارسي ترجمو هو. مونکي محترم سائين سردار علي شاهہ، وزير ثقافت، حڪم ڪيو، تہ نياز صاحب جي ترجمي جو اڻ ڇپيل مسودو تاج جويي کان، هٿ ڪريو تہ ان کي شايع ڪرائجي. آئون تاج جويي وٽ لنگهي ويس، جنهن صاحب پنهنجي ڪتب خاني مان ڪيترن مهينن جي ڳولا ڪرڻ بعد اهو دستخط منهنجي حوالي

ڪيو، جنهن جي لاءِ آءٌ سندس تورا ڪڏهن بہ نہ لاهي سگهندس. بهرحال اڄ نياز صاحب جو اهو سپنو ساپيان تي رهيو آهي. ۽ وڏي ڳالهہ تہ ثقافت کاتي جي صوبائي وزير سيد سردار شاهہ کي جس هجي، جو هو لڳاتار ٻن سالن کان هن ڪم کي وقت بوقت تڪميل تائين پهچائڻ ۾ منهنجي همت افزائي ڪندو رهيو. آئون ساڳئي وقت ثقافت کاتي جي سيڪريٽري جناب غلام اڪبر لغاريءَ جو بہ تورائتو رهندس، جنهن صاحب هن ڪم ۾ منهنجي هر طرح سان همت افزائي ڪئي.

**مدد علي سنڌي**

15 سيپٽمبر 2020ع

ڪراچي

حضرت شاہ عبداللطیف رحمۃ اللہ علیہ

طلوع 1102ھ — 90-1689ع

غُروب 1165ھ — 1752ع

قطعہ تاریخ رحلت

حضرت شاہ عبداللطیف رحمۃ اللہ علیہ

شاہ صاحب ذُوالناقب سیّدی عبداللطیف

آنکہ قطب وقت خود بود است در مردانِ حق

چون زجام ارجئی مخمور نوشِ وصل کرد

گفت ملہم غیب ربّ رحلتش رضوانِ حق

1165ھ

(قاضی ابراهیم ھالائی)

سائينم! سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سُڪار،
دوست تون دلدار! عالم سڀ آباد ڪرين.
(شاھ)



خداوندا بود باران رحمت بر ديار سند
نماند خشک سالی سایه گستر ابر نِسیان باد
توئی دلدار خویش و غیر پاس دوستی از تو
به امن و آشتی عالم ہمہ آباد و شاداں باد
(ترجمه: نیاز همایونی)



آهي عبداللطيف تي، رضا منڊو رحمان،
جوڙي جنھن قرآن، سنڌيءَ ۾ صحيح ڪئو!
(عبدالرحيم گرهوڙي)



بحالِ شان بود شامل برابر رحمت یزدان
که در سندي زبان قرآن بجا ترتیب داده اند
ازینان حضرتِ عبداللطیف آں کهرمانِ سند
که او را مردمان باجان و دل ترحیب داده اند
(ترجمه: نیاز همایونی)



مشاه ما ابر بهاران را ردا پوشیده است
رنگ چون قوس و قزح اشعار را بخشیده است
نکته از نکته چو گل از غنچه بشگفته 'نیاز'
معنیٰ اش مانند دُرِّ اندر صدف رخشیده است
(نیاز همایونی)

# تمهيد

حضرت شاهہ عبداللطيف جو ڪلام ۽ پيغام پنهنجي فني ۽ افادي حيثيت سان روح پرور، فڪر انگيز، ايمان افروز ۽ سيرت ساز آهي، لطيف جي بين الاقوامي شهرت سندس شخصيت ۽ ان جي عظمت لاءِ ڪافي دليل آهي. لطيف جي شاعري رڳو دماغ ۽ عقل جي پيچ گهڙ نہ آهي، پر اها وجداني ۽ روحاني ڪيفيت جو نالو بہ آهي، لطيف جو فن انسان، ڪائنات، حسن ۽ حق جي مطالعي ۽ مشاهدي تي مشتمل آهي، ان ڪري انسان جي روح ۽ باطن جي نشو و نما ۽ ارتقاءُ جي سلسلي ۾ اڪسير آهي. لطيف سنڌ جي محاورات ۽ مصطلحات جو نہ فقط سهيڙيندڙ ۽ سنواريندڙ آهي، پر ان سان گڏ سنڌي ٻولي جو مربي ۽ استاد پڻ آهي.

لطيف جي فن متعلق عالمن ۽ ناقدن جو متفقہ رايو آهي، تہ لطيف جي شاعري انسان ۽ ان جي اخلاقي آدرش ۽ بين الاقوامي قدرن لاءِ بهترين ۽ جامع نصب العين آهي. لطيف هڪ سيرت ساز مفڪر ۽ شاعر پڻ آهي، جنهن جي پيش نظر جمالياتي قدرن جي ترجماني ناهي، پر لطيف مثالي سيرت ۽ قابل تقليد آدرش جو پيغامبر بہ آهي، لطيف جو فلسفہ شعور دائمي ۽ عالمي قدرن ۽ اخلاقي معيارن کي روشن ڪري، هن آب و گل جي ناچيز پيرڪر کي لولاڪي ۽ افلاڪي ۽ گڏو گڏ عالمي ۽ ڪائناتي پڻ بڻائي ٿو.

لطيف هڪ اهڙي عظيم شخصيت جي تشڪيل ڪرڻ گهري ٿو، جا اخلاقي طور تي انسان ڪامل چئي سگهجي، جنهن جو مقصد

حيات رڳو ظاهري ضرورتن ۽ مطالبن تي نہ هجي، پر ان سان گڏ اخلاقي ۽ آدرشي پڻ هجي، اهوئي سبب آهي، جو مشهور مستشرق ڊاڪٽر اينمري شمل چيو آهي، تہ اگر فن ۽ شاعريءَ جو اطلاق ڪنهن عظيم شاعر تي ٿي سگهي ٿو، تہ پوءِ اهو فقط لطيف ئي تي سگهي ٿو، ان طرح ڊاڪٽر سورلي جو ايئن چوڻ بہ فڪر انگيز آهي، تہ لطيف رڳو سنڌ جو شاعر نہ آهي، پر بين الاقوامي ۽ عالمي شاعر آهي، جنهن جي فڪر ونظر جو دائرو زمان مڪان جي مڙني حد بندين تي حاوي آهي، اهو وقت قريب آهي جڏهن لطيف رڳو سنڌ ۽ پاڪستان جو نہ پر عالمي حيثيت سان سڃاتو ويندو.

محترم نياز همايوني جو هي منظوم ترجمو هر خيال کان قابل قدر آهي، لطيف جي خيال کي فارسي زبان جي قالب ۾ آڻڻ لاءِ جن علمي ۽ فني صلاحيتن جو هجڻ لازمي آهي، بفضلہ تعاليٰ اهي سڀ صلاحيتون نياز صاحب ۾ موجود آهن، فارسي منظوم ترجمي ۾ ڪلام ۽ بيان جون اهي سڀ خوبيون ۽ خصوصيتون، جي هڪ لطيفي مترجم ۾ هئڻ گهرجن، سي بہ بدرجہ اُتم موجود آهن، فن جي برجستگي، زبان جي پختگي ۽ انداز بيان جي سادگي، هن ترجمي جي قبوليت لاءِ ڪافي معيار ٿيئي سگهجن ٿا، دعا آهي تہ نياز صاحب سموري رسالي جو ترجمو تڪميل تي پهچائي سنڌي ۽ فارسي ادب ۾ هڪ گران مايہ شاهڪار جو اضافو ڪري رهندو.

**غلام محمد گرامي**

ايڊيٽر، ٽماهي مهراڻ

حيدر آباد، سنڌ

# پیش گفتار

کلام و پیام حضرت شاه عبداللطیف بلحاظ فن و افاده لا شک روح پرور و فکر انگیز، نیز ایمانی افروز و سیرت ساز است، در باره ناحوری بین الملکی معرفی تشخصی عظمت فنی حضرت شاه مو صوف دلائل لا محدود موجود ہستند، شعر و حکمت او محض کارگری عقل و دانش نیست لیکن ہمیں کمال او از او صاف وجدانی وروحی تصور کرده می آید۔

درباره اختصاص فن حضرت شاه لطیف می باید گفت که مشتمل بر مشاہده مطالعه بشر وکائنات و حسن و حق می باشد ازین مورد سلسله نشونمای والتقای روح و باطن بشر را سراسر اکسیر متصور است۔

حضرت شاه عبداللطیف تنہا محاورات و مصطلحات سنده را جمع آورنده و نگارنده است، بلکه معلم ومربی زبان سندهی را نیز بوده ودراین هیچ مبالغه ومغالطه نیست۔

درباره فن حضرت شاه عبداللطیف علماء و ناقدین اتفاق بر این آرامی دارند که شعر او جهت ذات بشر و آئدل اخلاقی و اقدار بین المللی بهتر و جامع نصب العین را در برمی دارد، دراین شک نیست که حضرت شاه عبداللطیف سعرت ساز مفکر و شاعر است و پیش نظر او فقط ترجمانی اقدار و آثار جمالیات را نیست بلکه وی پیامبر آئدلازی مثالی و تقلیدی را نیز بست۔

فلسفهءِ لطیف شعور دائمی، اقدار عالمی، و معیار اخلاقی را روشن کرده پیکز ناچیز آب و گِل را خصائص افلاکی، لوة کی عالمی و کائناتی آراسته می گرداند۔

شاه لطیف بدین وش بشر را به شخص عظیم تشکیل دادن می

خواہد، تاکه آن را بدیہی بشر کامل شمر ده آید که مقصد حیات برور مبنی محض بر ضروریات و مطالبات مادی و ظاہری نباشد بلکه باین جمله آن اخلاق وآئدل نیز بود، از ہمین مورد ست که متسشرقه شہره آفاق آلمانی مادام دکتور اینماری شیمل فرموده که اگر اطلاق فن شاعری بر یکی عظیم تر شاعر می تواند بشود لا جر آن حضرت شاه عبداللطیف می باید بُود۔

ہم چنین اظہار رای دکتور سارلی را نیز فکر انگیز است که لطیف نہ تنہا شاعر خطهٔ سنده است بلکه شاعر بین المللی و عالمی است که دائره فکر و نظر اور احاوی بر حد بندیہای مکان و زمان است و آن زمانه قریب می باید پنداشت که لطیف نه فقط از سنده و پاکستان بلکه از حدیث عالمی شناخته خواہد شد۔

زیر نظر ترجمه منظوم فارسی حضرت شاه لطیف را که نگارندهٔ او محترم نیاز ہمایونی شاعر ملی زبان سندھی است قابل قدر دانسته می آید۔ آنچه صلاحیت علمی و فنی خیال شاه لطیف را به قالب فارسی در آوردن مطلوب است بفضله تعالیٰ به تمام در مزاج نیاز صاحب موجود است۔

در این ترجمه منظوم فارسی تمام خوبی و خصوصیت کلام و زبان که در ذهن ترجمان لطیف باید بود بدرجه اتم موجود ہستند۔ برجستگی فن پختگی زبان وسادگی انداز بیان جهت مقبولیت این ترجمه به نہایت معیاری می توان شمار کرد۔

دعامی ـخواہم ـکه ـنیاز ـصاحب ـترجمه ـتمام ـحضرت ـشاه عبداللطیف را به تکمیل رسانیده در ادب سندھی و فارسی شاہکار گران مایه را اضافه خواہد نمود۔

**(مولانا) غلام احمد گرامی**
مدیر سمابی مجله مہران سندھی
حیدرآباد سنده

# نگاھ اهل نظم

نياز همايوني سنڌي توڙي فارسيءَ ۾ سيکجھ هئڻ واري حيثيت رکي ٿو، جنهن تي سيني کي فخر ڪرڻ گهرجي، سنڌ جي قادر الڪلام شاعر ۽ عارف شاھ عبداللطيف جي رسالي جو سنڌي مان فارسي ۾ منظوم ترجمو جناب قاضي شوڪت علي هالائي ۽ مرحوم مولانا عبدالرحمٰن ضيائي چواٽي ڪا معمولي ڳالھ ناهي، اهڙي طرح سنڌ جي برگزيده هستي غوث الحق حضرت مخدوم نوح سرور رح پاران ڪيل قرآن حڪيم جي فارسي ترجمي جو سليس سنڌي ترجمو پڻ غير معمولي ڪارنامو آهي. ايڏي وڏي علمي ادبي خدمت جي پيش نظر نياز همايوني جو نالو سنڌ ۽ ايران ۾ سدائين زنده رهندو.

**(علامہ) غلام مصطفيٰ قاسمي**

# تعارف

نیازمند به نام نیاز حسن به تخلص نیاز ہمایونی خلف قائم الدین بتاریخ دوازدہم آوریل سال 1928 میلادی در خانوادۂ یک دہقان به قصبه ہمایونی ناحیه شکارپور سندهٔ رخ به جہان نہاد۔

در نخست قاعدۂ قرآن و نوشت و خواند زبان سندهی درونِ دهلیز خانه و تعلیم و تربیت زبان فارسی را از مدرسه به تکمیل رسانیده ازین بعد رجوع به علم و عمل طب شرقی شده ازان به عمر بیست ساله فراغت یافته مدتی به پیشه علاج و معالجه گنارند در بعد به سلسله درس و تدریس دریک دانشکده طبی شہر حیدرآباد سنده فائز بر عہده دانشیار شدم مانده دراین زمان شغل تصنیف وتالیف را نیز اختیار نموده می آمدم چنانچه چندین کتب علم و ادب و طب را بمع شغل شعر و شاعری ترتیب نمودم که بخشی ارزان به زیور طبع آراسته می دارم و مسودات متعدد نیز موجود۔

شعر وشاعری را به دوران درس گلستان شیخ سعدی آغازیده بودم که مسائل زیست و فضائل روزگار درمیان می داشت و خواننده را جہت آموزش آداب زندگانی ترغیب می دادہمین طور تا به عمر چہل سال کشت زار علم و ادب را آبیاری نموده بقیه ده سال نذر علالت و فراغت داشته درآخر به سلسله سابقه پیوسته شدم که چارۂ این بی چاره را بغیرش نبود بقول شاعر:

مازنده ازانیم که آرام نگیریم

اکنون علاقه به تزئین شعر و سخن زبان سندهی اردو و فارسی نیز

سرائیکی پرداخته می مانم که ہمیں محنت شاقه باعث مقصد حیات متصور می باشد۔ بنا براین چند کتب تاریخ و ادب فارسی را در زبان سندھی بترجمه درآورده و چندان کتب از زبان سندھی به زبان اردو و فارسی منتقل ساخته ام بدین روش فریضه خدمات علمی و ادبی را ادا کرده می آیم که مورد افتخاریرا ی من بنده است۔

چند سال قبل کلام بلاغت نظام حضرت امام خمینی را که راه عشق نامیده بترجمه منظوم سندھی بیاراسته بودم که خانه فرهنگ جمهوری اسلامی (ایران) حیدرآباد، سنده اورا در سال 1993 میلادی بچاپ رسانیده۔

فی الحال ترجمه کلام حضرات صوفیای کرام سنده و پنجاب را تهیه ی دارم که ازان در اول ترجمه ابیات سندھی حضرت خواجه محمد زمان رح را به زبان اردو و فارسی مکمل کرده ام نیز ترجمه منظوم کلام حضرت شاه کرم جد امجد حضرت شاه عبداللطیف وکلام قاضی قادن راہم به لباس ترجمه اردو مهیا کرده ام که مقبول به حضور بزرگان علم وادب گردیده است۔

**ارمغان لطیف:** ترجمه منظوم کلام سندھی حضرت شاه عبداللطیف اززبان سندھی به فارسی

کلام حضرت شاه عبداللطیف (۱۶۸۹-۱۷۵۲ م) مبنی بر طریق خود شناسی و خدا شناسی است که ازان وسائل انسان دوستی و مسائل تهذیب اخلاق را میّسر می شوند، حضرت شاه عبداللطیف که شاعر امروز و فردا است۔ اظهار ہمین اسرار را می نماید که زندگانی را بکدام دستور می باید بسر کرده شود تاکه ازان حقوق الله و حقوق العباد بجا مانند و اقدار روحی ہم مادی برابر بحال باشند، وی فرموده چونکه تمام انسان مانند برادران علاقه با یکدیگر می دارند بجا طور عمل پیرا بر این

نکته باشند تا که زندگی و زمانه ہمکنار به اعتدال مانند۔

او مرد بزرگ و بهتر بود که روزگار اغیار وخویش را یکسان تصور کرده جهت خیریت بنی آدم این طور دعاگوی شود۔

خدا وندا بود بارانِ رحمت بر دیار سنده
نماند خشک سالی سایه گستر ابر نیسان باد
توئی دلدار خویش و غرپاس دوستی از تو
به امن و آشتی عالم ہمه آباد و شادان باد

نیاز ہمایونی

## سر ڪلياڻ — سرود کلیان

### فصل پهريون — فصل اول

(1)

اَول الله عَلِيمُ، اعليٰ، عالَمَ جو ڏڻي؛
قادِرُ پنهنجي قُدرت سين، قائم آهِ قدِيمُ؛
والي، واحِدُ، وَحدَه، رازق، رَبُ رَحِيمُ؛
سو ساراه سچو ڏڻي، چئِي حَمدُ حَڪِيمُ؛
ڪري پاڻ ڪَرِيمُ، جوڙُون جوڙَ جهانَ جي.



خدائی لم یزیل اول، بَلی اعلیٰ علیم از کل
بلاشک قادر مُطلق، بجا قائم قدیم از کل
همان پروردگارِ عالم و والی و یکتا هم
کریم و کارساز و لانقِ حمد آن حکیم از کل

(2)

وَحده لاشَرِيڪَ لَہ، جن اُتو سين ايمانَ،
تن مڃيو مُحَمّد ڪارَڻي، قَلبَ ساڻ لِسان،
اُوءِ فائق ۾ فَرمان، اَوَترِ ڪنهن نہ اوليا.



از ايمان هر كه گويد وحدهٗ هم لاشريک لهٗ
كند تصديق احمد را لسان و قلب وا كرده
به فرمائش كه فكر آورد، فائق شد به دو عالم
بدان گامش بجا رفته، به راه راست جا كرده

(3)

اوَتر كنهن نه اوليا، سُتَرِ ويا سالِمَ،
هيكائي هيكُ تيا، اَحَدَ سين عالِمِ،
بي بها بالِمَ، آڳي كيا اڳهين.



به راهِ راست جا كرده، ره نا راست گم كرده.
بغايت باحد خود را، بهم كردند دانايان
نشانى بر نيامد از فريقِ بنده و مالک
خدا شد حامئ ايشان، قدم بردند دانايان

(4)

آگي كيا اڳهين، نسورو ئي نُور،
لاخَوفٌ عَلَيهِمِ وَلاَهُمِ يَحزَنُونَ، سچن كونهي سُور،
موليٰ كيو معمورُ، اَنگُ اَزَل ۾ اِن جو.



قدم بردند دانايان، منوّر شد جهانِ شان
باستبشار لاخوف عليهم، در امان گشتند
خدا صبحِ ازل معمور كرده قسم ايشان را
مبارک منزَل اينها را كه باهمت روان گشتند

(5)

وَحدَه جي وديا، اِلا الله سين اورِينِ،
هنيون حقيت گڏيو، طريقت تورِينِ،
معرفتَ جي مات سين، ڏيساندرُ ڏورِينِ،
سُک نہ ستا کڏهين، ويهي نہ ووڙِينِ،
کُلَهِنئُون کورِينِ، عاشق، عبداللطيف چئي.



فنا فى وحدهُ وجدان، الا الله وردِ شان
حقيقت را به دل برده، طريقت را ادا سازند
مقامِ معرفت جويند، خاموشى براَورده
لطيف اين طورعشاقان، كه جان ازتن جدا سازند

(6)

وحده لاشَريکَ لَہ، بُڌءِ نہ بوڙا،
کِہ تو کنين نہ سُئا، جي گَهٽَ اَندر گهوڙا،
ڳاڙيندين ڳوڙها، جتِ شاهد تِيندءِ سامُهان.



نیاوردی صدائی آن بگوش، ای گوش افتاده
صدای وحده هم لاشریک له، که برآمد
شنیدی نی همان شورِ شعور انگیز ای نادان
شوی گریه کنان آخر، گواهت چون به سر آمد

(7)

**وَحدَہ لاشَریڪ لَہ، اِهو وِهائج وِيُ،**
**ڪَتين جي هارائين، هنڌ تُنهنجو هِيُ،**
**پاٽان چوندءِ پِيُ، پري جام جَنَّتَ جو.**



به زرع وحده هم لاشریک له مزارع باش
مکن فکر از شکست و فتح پندار این مقام خویش
که گویندت بیا برگیر، جامِ جنت ای جانم
بدین محنت تمام آور، مهم و اهتمامِ خویش

(8)

وَحدَہ لاشَريڪَ لَہ، ايُ هيڪڙائيءَ حَقُ،
بيائيءَ ڪي يَڪُ، جن وڏو، سي وِرسيا.



بدانی حق وحدت، وحده هم لاشریک له
دوئی هر که درآگوش آورد آن به نقصان شد
به یکتائی میانِ عبد و معبود است یکجائی
زید آزاد آن بنده که اینحا پا به جولان شد

(9)

سِرُ ڍونُڍيا، ڏٺ نہ لهان، ڏٺ ڍونُڍيا، سِرُ ناهِ،
هَٿَ ڪَرايُون آڱريون، ويا ڪپجي ڪانهه،
وحدت جي وِهانءِ، جي ويا، سي وڍيا.



سرم جویم که تن غائب، تنم یابم که سر ناپید
کجا اسباب دل جعمی، کجا سامان بی سامان
بُریدم دست و بازو را، قلم را سر قلم کردم
به وحدت هر که مائل شد، بماند از جان بی سامان

(10)

وحدت تان کَثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُلَ،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻوليءَ ٻيءَ مر ڀُلُ،
هُو هُلاچو هُلَّ، با الله سندو سَچٽين.



هويدا وحدت از كثرت، ظـهـورِ كـثـرت از وحـدت
بدان حقِ حقيقت يک، مشـو بـر قـول ديـگـر گـم
هم غوغا كه بـرپـا بـود در عـالـم، هـم از وى بـود
بيا كشتن خويشتن را گم كه مى گردند[٣] كـثـر گـم

(11)

پـاٽَـهِ جَـلَّ جَـلالَـہ، پـاڻـهـيـن جـانِ جـمـالُ،
پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻهين حُسَن كَمالُ،
پاڻَـهِـين پـير مُـرِيـد تـئي، پـاڻـهِـين پـاڻَ خيـالُ،
سڀ سيـوئـي حالُ، مـنجهان ئـي معلوم تـئي.



خود آن برتر بزرگ اى دل، خود آن جانِ جمال اى جان
خود آن صورت به خود وارد، خود آن حسنِ كمال اى دل
شود معلوم از باطنِ، حقيقت حال آن هـمـگـيـن
خود آن پيرو مريد آن خود، خود آن خود را خيال اى دل

(12)

پـاڻـهـيـن پسي پـاڻ كـي، پـاڻـهِـيـن مـحـبـوب،
پـاڻـهِـين خلقي خـوب، پـاڻـهِـين طـالـب تـن جـو.



نگاهِ خود به خود کرده، شود محبوب خود آن خویش
خوشا این جلوه و عشوه، که او با خود روا دارد
کند تخلیق عجب تخلیق، بهتر بے مثل تخلیق
که طالب خود شود آن را، باو واجب وفا دارد

(13)

پڙاڏو سو سَڏُ، وَرُ وائيءَ جو جي لَهين،
هُنا اڳهين گڏ، ٻُڌڻ ۾ ٻ تيا.



صدای بازگشت آن هم صدا نیز آن که برآمد
بیا برجستجو تا بازیابی این حقیقت را
صدای یک مگر باشد دوبالا در شنیدن ن
خرد پرور اگر کوشی، بدست آری کمیت را

(14)

ايڪ قَصرُ، دَرَ لَکَ، ڪوڙين ڪَٽِسِ ڳِڙکيون،
جيڏانهن ڪريان پَرکَ، تيڏانهن صاحبُ سامُهون.



یکی قصر است و در بسیار و بسیارش دریچه ها
همی بینم ازان هریک بلی حیران می باشم
نگاهِ که هرجا رفت آنجا ذات او دیدم
بسی حیران می مانم، چنان نگران می باشم

(15)

ڪوڙين ڪايائون تُنهنجيون، لِڪَن لَکَ هزارَ،
جِيءُ سيڪنهن جيءُ سين، دَرسن ڏارون ڏارَ،
پريم، تنهنجا پارَ، ڪهڙا ڇَئي ڪيئن چوان.



تو صُورتهاى لاتعداد براظهار و در اخفا
كه هر يک جلوه ديگر و ديدارِ دگر دارد
مرا در حيرت آوردى، چو نظاره بتو كردم
بيانِ من نشانِ تو، نه در دارد نه بردارد



وائي

سيڪا پريان ڪُون پُوڇي،
نينهن نيٽين، ڳُڻُ ڳالهه وو.
جا چِتايم چِتَ ۾، سڄڻ سا تو بُجهي،
لات جا لطيف جي، سَڌُ تَنهنجو سُڄي.



پرستارِ اداى يارِ هر دل
همى ماند فِداى يار هر دل
محبت در خمارِ چشمِ پنهان

طلب دارد لقای یار هر دل
همه دان از همه اسرار واقف
که اندیشد برای یار هر دل
صدای این لطیف ای همنوایان
گمان کرده صدای یار هر دل



(1)

**اگـهـي اَگـهـائـي، انـجُ پـريـان کـي رسـيـو،**
**چَـکـيـم چگّـائـي، سورانـگـهـي سُوريءَ تـان.**



شـیـنـدم یـار از نـاراحـتـیِ مـن شـد افـسـرد،
بـحـمـد الله قـبـول افـتـاد ایـن نـاراحـتـیِ مـن
چشیدم جرعهِ راحت، رسیدم چون به دارای دوست
ازین محنت رسانـیـدم، بـه نـزدش راسـتـیِ مـن

(2)

**انـڌا اُونـڌا ويـجَ! کَـلَ کُـجـاڙيـا کـانـئِـيـن؟**
**اسـان ڏُکـي، ڏِيـل ۾، تـون پـيـارِئـيـن پـيـجَ!**
**سـوري جـنـيِـن سـيـجَ، مـرڻ تـن مُـشـاهـدو.**



پزشک ای کورو کم مایه، چرا نشتـر زنـی چـنـدان
مـرا آزار مـرگ انـجـام، تـو آمـادهء دارو
دوای دار شـد شـافـی، مـریـضـانِ مـحـبـت را
بشـو دور از سـرِ بـالـیـن، مـکـش انـدازو دارو

(3)

سُوري آهِ سينگار، اڳهين عاشقن جو،
مُڙڻ موٽڻ ميهڻو، تيا نِظاري نِروار،
ڪُسَڻ جو قَرارُ، اصل عاشقن کي.



صيلب آرانشِ عشاق، تحريرش به لوح عشق
روان گشته نه باز آيند، نظاره نظر دارند
قرارِ شان به كشتن شد، كه اصلِ عاشقان اينست
صليب آماده عشاقان، زاصلِ خود خبر دارند

(4)

سُوريءَ متي سينڻَ، کهڙي ليکي سَنَرا!
جيلَ لڳا نينڻَ، تي سُوريائي سيجَ تي.



چرا عشاق آماده به دار آيند مستانه
سوال اين عقل گر دارد، جواب از عشق برآيد
چو چشم ما به رويش رفت، دار اسانشِ ما گشت
بهاى ديد ادا گردد، جدا اين تن ز سر آيد

(5)

سُورِيءَ تي سَئو وارَ، ڏِهاڙيو چنگ چڙهين،
جِمر وِرچِي چڏئين، سِڪَڻ جي پَچارَ،
پِرتِ نہ پسِين پارِ، نينهن جِئان ئي نِگيو.



اگر صد بار آئی برسرِ دار اے فدای عشق
میندیش از کنارِ او مترس از وارداتِ آن
وفاداری به شرطِ امتحان مقصود پیشِ دوست
نباشی تاکه پس مانده ز مهر و التفاتِ آن

(6)

پهرين ڪاتي پاءِ، پچج پوءِ پريتڻو،
ڏُکُ پريان جو ڏِيلَ ۾، واجَٽ جئن وِڃاءِ،
سِيخَن ماهُ پَچاءِ، جي نالو گِيڙءِ نينهن جو.



نخشتين حلق را بر کارد آور بعد پرس از عشق
به دردِ دوستان تغمه سرا کن جان و جسمِ خویش
به سیخ انداز لحمِ خود که پخته چون کباب آید
بگیرد هر که نامِ عشق یادش باد رسم خویش

(7)

ڪاتيءَ ڪونهي ڏوهُ، ڳنُ وڍيندڙ هٿ ۾،
پَسيو پرِ عجيب جِي، لِڇيو وڃي لوهُ،
عاشقنَ آندوه، سدا معشوقن جو.



نشد بر کارد الزامی، که دَسته اش به دستِ یار
اشاره گردد ازوی، آہن اندر پیچ و تاب آید
به اندوه اند عشاقان، که از معشوق وارد شد
مگر مشکل که از ایشان، به آن جانب عتاب آید

(8)

ڪاتيءَ تکي مَ تئي، مَرُ مُنيائي هوءِ،
مانَ وِرمن توءِ، مُون پريان جا هٿڙا.



دعای من که بادا کُندُ تر آن کارد اے جانم
که بر حلقوم من آن دلستانِ من روان سازد
زلمسِ دستهایش لطف گیرم دل جوان کرده
که دیر آید بخیر آید، مرا کشته بجان سازد

(9)

اڳيان اَڏِن وَٽِ، پوين سر سَنباهيان،
ڪاٽ تہ پوين قبولَ ۾، مُڇڻ پائي گهٽ،
مَتا مُهايَنِ جا، پيا نہ ڏسين پَٽِ؟
ڪَلاڙڪي هَٽِ، ڪُسڻ جو ڪوپُ وهي.



يکی حاضر به چوبِ دار، ديگر سر بکف دارد
بکش تا در قبول آيد رضای راز اهلِ دِل
نباشد جز ہمانْ ديگر که سربر خاک اندازد
ستمگر ديده ساقی را، نيايد باز اهلِ دل

(10)

جي اَتيئي سِڪ سُرڪ جي، تہ وَنءُ ڪلالن ڪاٽي،
لاهي رڪ، لطيف چئي، متو وَٽِ ماٽي،
تِڪُ ڏيئي پڪ پيُ، تون منجهان گهوٽ! گهاٽي،
جو وَرَنَہَ وِهاٽي، سو سِرَ وَٽ سَرو سهانگو.



اگر مقصد به مَی داری، بپرس انبيق ساقی را
نهاده سر به خم آشام، دُردِ جام از دستش
اسير آزاد گرداند، مگو ارزان زمر جرعه
بگير آن جام بی ہنگام، تا فرجام از دستش

(11)

جي اَتيئي سَدَ سُرڪ جي، تہ وَنءُ ڪلاڙڪي ڪُوءِ،
مَهيسَر جي مَنڌَ، هُتِ هَڏهينِ هُوءِ،
جان رمز پروڙيم رُوءِ، تان سِرَ وَتِ سُرڪي سِگهٽي.



اگر مقصد به مى دارى، برو در كوچهءِ ساقى
كه آنجا آتشِ سيال را تشهير مى باشد
شدم چون واقف از رمزش، بگفتم كلمهءِ تحسين
كَرا نمايه زسر آن مىءِ، كه خوش تقدير مى باشد

(12)

ناٽي ناهِ ڪَڪُوهُ، ڪين ملهہ مهانگو مَنڌُ،
سَنباهِجُ، سيد چئي، ڪاٽڻ ڪارڻ ڪَنڌُ،
هِي تِنين جو هَنڌُ، مَٽِنِ پاسِ مَرَنِ جي.



مپرس از نرخ مىءِ شندان كه بالا ترزہر نرخ است
مگر باقيمتِ سر مىءِ، ميّسر كرده مى باشد
گذراز جان اگر از مئى حياتِ جاودان خواہى
كه ہر ميخوار اندر خمكده جان داده مى باشد

(13)

عاشق زهر پياڪَ، وهُ ڏسي وِهُسَنِ گهٽو،
ڪڙي ۽ قاتَلَ جا، هميشه هيراڪَ،
لڳين لَنوءَ، لطيف چئي، فَنا ڪيا فِراقَ،
توٽي چِڪَنِنِ چاڪَ تہ بہ آهَ نہ سَلِن عامَ ڪي.



که عشاقان بلا نوشان و زهر آشام می باشند
شرابِ تلخ و قاتل را نمی دارند اندیشه
اگر زخم کهن تازه شود خاموش می مانند
نه برآرندَ ناله را نه درآرند اندیشه

(14)

مَ ڪَرِ سَڌَ سَري جي، جي تون تارِئين تُوه،
پيتي جنهن پاسي ٿئي، منجهان رڳن روحُ،
ڪاٽي چَڪُ ڪَڪوهُ، لاهي سِرُ، لطيف چئي.



اگر تلخی نظر داری، مپرس ارمیءِ گریز ازوی
که از تلخی حلاوت نیست بالا تر به ذوقِ عشق
بنوش آن میءِ که از رگها فرار آورده باشد روح
جدا کن سر زتن این جا اگر کوشی به شوقِ عشق

(15)

سَدَّڙيا شرابَ جيون، ڪُهُ پَچارُون ڪَنّ؟
جُ ڪاتَ ڪُلاڙن ڪيا، تہ موٽيو پوءِ وڃنّ،
پِڪُون سي پِيَنّ، سِرُ جنين جا سَٽِ ۾.



هوس كاران چرا باجام و مينا مائل و راغب
كه جورِ ميءِ فروشان ديده خود را باز گردانند
بود جائز بر اوشان لذتِ مى دور ساغر هم
كه سر از تنِ جدا كرده وفا انداز گردانند

(16)

سِرَ جُدا، ڌڙَ ڌارَ، دوڳَ جنين جا ديڳِ ۾،
سي مَرُ ڪَنِ پِچارَ، حاضر جن جي هٽ ۾.



به قتل آيند عشاقان، پزد در ديگ جسم شان
چنين رسم محبت ربجا آرند عشاقان
بلاشك آرزوى جام دارند و بجا دارند
كه جسم و جان را اين طور اندازند عشاقان

(17)

اصل عاشقن جو، سِرُ نہ سانديڻُ ڪَمُ،
سُؤ سِسِنئان اگرو، سندو دوسان دمُ،
هِيُ هڏو ۽ چمُ، پِڪَ پريان جي نہ پڙي.



نباشد کارِ عشاقان نگاهيدن سر خود را
فدا سرهای صد دارند، از پی يک ادای يار
که باشد يک دم او بيش از سرهای صد ايشان
نثار اين تن بر آن جرعه که آيد از عطا ی يار

(18)

جي متي وَتِ مِڙَنِ، تہ سي ڪنهن سَڏَ تئي،
سِر ڏني سَتِ جُڙي، تہ عاشقَ ائن اچنِ،
لڌا تي لَپَن، مُلهہِ مَهانگا سُپِر ٖنِ.



نباشد جستجو درکار، نی از سر برآيد کار
که سردادن و سر گردان شدن کاری نمی دارد
وصالِ يار دارد انحصار ای يار بر قسمت
نمی يابد کسی يارش، اگر ياری نمی دارد

(19)

مُلهہ مَهانگو قطرو، سِکَڻُ شَهادتَ،
اَسان عِبادتَ، نَظَرُ نازُ پرِينِ جو.



گرانمايه شرابِ وصل و اهلِ دل شهيد عشق
نگاهِ ناز از مهرش، برابر جاری و ساری
عبارت هست حسنِ يار عبادت گشت عشقِ ما
حجاب و شوق دو طرفه، سراسر جاری و ساری



وائي

مَنڌُ پئندي مون، ساڄَنُ سهي سُڃاتو،
پي پيالو عشقَ جو، سِيڪي سمجهيو سُون،
پرِيان سندي پارَ جي، اَندرِ اڳ اُتُون،
جِئڻ ناهي جَڳَ ۾، ڏينهن مَرَيئي ڏُون،
اَلا! عبداللطيف چئي، آهين تُون ئي تُون.



چو نوشيدم شرابِ ارغوان ساقی
شناسيدم صنم را بے گمان ساقی
ديارِ دوست ياد آيد كه دل نالد

